ٻاراڻو ادب

سنڌ جا سپوت

# مرزا قليچ بيگ

ڊاڪٽر نواز علي شوق



سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو

ٻاراڻو ادب

سنڌ جا سپوت

# مرزا قليچ بيگ

## ڊاڪٽر نواز علي شوق



سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو

ڇپائيندڙ: سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو
(حق ۽ واسطا محفوظ)
ڇاپو پهريون ١٩٩٠
تعداد ٥٠٠٠
قيمت ١٥٠٠-٠٠ رپيا

# Personalities of Sindh

Published by : Department of Culture and Tourism
Government of Sind
Printed by : Azad Communications Karachi.

هي ڪتاب مهتاب اڪبر راشدي سيڪريٽري، سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتي پاران پڌرو ڪيو ۽ آفتاب ابڙي اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ڪلچر (پبليڪيشنس) جي نگرانيءَ هيٺ آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي ڇپيو.

ملڻ جو هنڌ
ڊائريڪٽوريٽ آف ڪلچر (پبليڪيشنس)
جناح ڪورٽس، ڊاڪٽر ضياالدين احمد روڊ ڪراچي،
فون - 513334

# پيش لفظ

هن وقت تائين ٻاراڻي ادب تي ايترو توجهہ نہ ڏنو ويو آهي، جيترو ڏيڻ کپندو هو. ٻاراڻو ادب قومي جاڳرتا ۾ بنيادي حيثيت رکي ٿو. اها هڪ ميچيل حقيقت آهي تہ ٻاراڻي عمر ۾ ڪنهن شيءِ کي قبول ڪرڻ جي صلاحيت، وڏي عمر وارن جي ڀيٽ ۾ گهڻي هوندي آهي. ان عمر ۾ ئي ٻارن جي پيڙهہ پختي ٿيندي آهي.

ٻاراڻي ادب جي ڪوٽ کي محسوس ڪندي، اسان ٻارن جي تعليمي ۽ ذهني اوسر لاءِ دلچسپ، اصلاحي، مفيد، معلوماتي، تاريخي ۽ ديني ڪتابن شايع ڪرڻ جو ارادو ڪيو آهي.

معلومات ۽ وندر وارن ڪتابن سان گڏ، اسان جي اها پڻ ڪوشش آهي تہ ٻارن کي پنهنجن عظيم سپوتن ۽ انهن جي ڪارنامن کان واقف ڪريون تہ جيئن هو اخلاق ۽ ڪردار جي پختگي طرف گامزن ٿي، مستقبل ۾ ڪاميابيون ماڻي سگهن.

ڪتاب، انسان جو بهترين دوست آهي، جيڪو انکي سنئين راهہ تي وٺي وڃي ٿو۽ منجهس اخلاق، سچائي، بهادري ۽ بُري ڀلي سمجهہ پيدا ڪري ٿو. ٻارن لاءِ ڪتابن جو اهو تحفو ڏيندي سنڌ ثقافت کاتو گهڻي خوشي محسوس ڪري ٿو. اميد اٿئون تہ اسان جي هيءَ نماڻي ڪوشش توهان وٽ قبول پوندي.

مهتاب اڪبر راشدي

# شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ

سنڌ ۾ ڪيترائي وڏا ماڻهو پيدا ٿيا: ڪي جنگي جوڌا ۽ سورهيہ سرويچ هئا، تہ ڪي وري اديب، عالم، شاعر، صوفي ۽ روحاني رهبر هئا. مرزا قليچ بيگ بہ انهن مان هڪ هو.

شمس العماءَ مرزا قليچ بيگ جي والد جو نالو مرزا فريدون بيگ هو. سندن ناني جو نالو مرزا خسرو بيگ هو. سندن والد ۽ نانو جارجيا يعني گرجستان جي گاديءَ واري هنڌ تفليس شهر جا رهاڪو هئا. تنهن ڪري گُرجي سڏجڻ لڳا، جڏهن تہ سنڌ ۾ رهندڙ ٻين مرزائن کي مغل يا ڪنهن ٻي ذات سان سڏيو ويجي ٿو. تن ڏينهن گرجستان روسي حڪومت هيٺ هو. آيران ۽ روس وچ ۾ اڪثر جنگيون لڳنديون رهنديون هيون. ١٧٩٧ع ڌاري سندن ڏاڏو ۽ پڙنانو هڪ جنگ ۾ مارجي ويا. سندن والد ۽ نانو ننڍڙي ڄمار ۾ ٻين ڪيترن گرجين سان گڏ ايران ۾ جنگي قيدي ٿي رهيا، جتي سندن تعليم ۽ تربيت ٿي.

جڏهن سنڌ تي ٽالپرن جي حڪومت هئي ۽ مير ڪرم علي خان سنڌ جو حڪمران هو تڏهن سندن نانو سنڌ ۾ آيو. ان وقت هن جي عمر ڏهه ورهيه هئي. ڪجهه عرصي کان پوءِ مرزا صاحب جو والد فريدون بيگ سنڌ آيو ۽ اچي مرزا خسرو بيگ سان گڏ رهڻ لڳو. ٻنهي جي پاڻ ۾ گهڻي پريت هوندي هئي. لکڻ پڙهڻ جو ڪم به گڏجي ڪندا هئا. ڪجهه عرصي کان پوءِ مرزا فريدون بيگ جي مرزا خسرو بيگ جي نياڻيءَ سان شادي ٿي. الله تعاليٰ کين ست پٽ ۽ ٻه نياڻيون عطا ڪيون. سندن پٽن جا نالا ترتيب وار هن ريت آهن.

١. مرزا غلام رضا بيگ ٢- مرزا صادق علي بيگ ٣- مرزا قليچ بيگ ۴- مرزا علي قلي بيگ ۵-مرزا جعفر قلي بيگ ٦- مرزا حيدر قلي بيگ ٧-مرزا نجف قلي بيگ جيڪي سڀيئي وڏا عالم فاضل هئا. مرزا غلام رضا بيگ سنڌي زبان ۾ علم منطق تي ڪتاب لکيو، جيڪو هن موضوع تي سنڌي زبان جو پهريون ڪتاب آهي. مرزا صادق علي بيگ هڪ يورپي عالم شرٽ سان گڏ ٻه وڏيون ڊڪشنريون تيار ڪيون. هڪ انگريزي سنڌي ۽ ٻي سنڌي انگريزي ڊڪشنري جيڪي بنيادي ڊڪشنريون ليکيون وڃن ٿيون. مرزا علي قلي بگ سچل سائين جو رسالو سوانح عمريءَ سان ٻن جلدن ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. سچل سائين

جي سوانح ۽ ڪلام بابت هيءَ هڪ اهم ۽ بنيادي ڪتاب آهي. مرزا حيدر قلي ۽ مرزا نجف قلي جوانيءَ ۾ئي وفات ڪري ويا. جوان ڀائرن جي وڇوڙي مرزا صاحب کي سخت صدمو رسايو. سندن وڇوڙي ۾ مرزا صاحب ڪجهه غزل ۽ نظم لکيا.

سنہ ١٨٤٣ع ۾ جڏهن انگريزن ٺڳي ۽ چالاڪيءَ سان ميرن جي حڪومت ختم ڪئي ۽ حيدرآباد وري ڪوٽ تي انگريزن جو قبضو ٿي ويو، تڏهن مرزا قليچ بيگ جا مائٽ ويجي ٽنڊي سائينداد ۾ رهيا. انهي مصيبت واري لڏ پلاڻ ۾ سندن سموري دولت ضايع ٿي وئي. ٽنڊي سائينداد ۾ بہ ڪين سک نہ مليو. بدقسمتيءَ سان هڪ ڏينهن اوچتو سندن گهرن کي باهہ وڪوڙي ويئي، جيڪا ٿي ڏينهن سانده گهر ساڙيندي رهي. سندن رهي کهي مڏي ان اوچتي باهہ ۾ سڙي خاڪ ٿي وئي. فقط سندن سر سلامت رهيا. ان ڪان پوءِ مرزا صاحب جا وڏڙا اتان لڏي اچي ٽنڊي مير محمود ۾ رهيا. بعد ۾ ٽنڊو ٺوڙهو وسايائون جتي اڄا تائين سندن اولاد رهندو اچي. مرزا قليچ بيگ ۴ محرم سنہ ١٨٥٣ع مطابق سنہ ١٢٧٠هہ اتي يعني ٽنڊي ٺوڙهي ۾ پيدا ٿيو. پنهنجي ولادت بابت هڪ شعر ۾ فرمايو اٿن:

پيدا آءٌ محرم ۾ ٽيس، چوٽين هئي تاريخ،
واويلا ۽ هي هي جي مون ٻولي ٻڌي رُئندي.

مرزا قليچ بيگ شروع ۾ پنهنجن ٻن وڏن ڀائرن سان گڏ ٽنڊي ٺوڙهي جي هڪ خانگي مڪتب ۾ پڙهڻ ويٺو. جتي آخوند شفيع محمد وٽان قرآن شريف پڙهي پورو ڪيائين. ان کان پوءِ حيدرآباد جي سنڌي اسڪول ۾ پڙهڻ ويٺو. اهو اسڪول سندن ڳوٺ کان ٻه اڍائي ميل پري هو. جيڪو ڪورين جي پڙ واري مشهور آخوند علي محمد جو مڪتب هو. مرزا صاحب صبح جي نيرن ڪري، منجهند جي ماني هڙ ٻڌي پنڌ اسڪول ويندو هو. سڄو ڏينهن پڙهي شام جو سج لٿي مهل گهر موٽندو هو. ديوان ڏيارام گدومل ۽ ساڌو هيرانند سندس هم ڪلاسي هئا. ان زماني ۾ سنڌي اسڪولن ۾ فارسي پڻ پڙهائي ويندي هئي. مرزا صاحب اُتي فارسي زبان جا مشهور ڪتاب گلستان، بوستان، انوار سهيلي، سڪندر نامو ۽ ڪي ٻيا ڪتاب پڙهيا. ان کان علاوه ڪجه عربي تعليم پڻ حاصل ڪيائون. اسڪول ۾ استاد، نماز پابنديءَ سان پڙهائيندا هئا. تنهن ڪري مرزا صاحب ننڍي هوندي کان ئي نيڪ نمازي بڻيو.

مرزا صاحب شروع کان ئي محنتي هو ڪيس پڙهڻ سان گهڻو شوق هوندو هو. پڙهائي دوران راڳ جو شوق ٿيس. هڪ سُرندو هٿ ڪري وڄائڻ ۽ راڳ ڳائڻ سکيو. بعد ۾ ستار وڄائڻ جو شوق ٿيس، ان ۾ به مهارت حاصل

مرزا قليچ بيگ ننڍي هوندي ڏاڍو حرڪتي هوندو هو. خواب ۾ ڪا شيءِ ڏسندو هو ته ننڍ مان اٿي هڪدم روئڻ شروع ڪندو هو. پيءُ ماءُ کيس پرچائڻ لاءِ مختلف شيون آڻي ڏيندا هئا. پر هي راضي نه ٿيندو هو. ايئن ئي چوندو رهندو هو ته اها نه ٻي.“ پوءِ مائٽن اها سندس چڙ ناهي ڇڏي. چيڙائڻ لاءِ چوندا هئس: ”اها نه، ٻي- اها نه، ٻي.“

ننڍ پڻ ۾ ٻارن سان لڪ لڪوٽي يا ٻيون رانديون ڪندو رهندو هو، سي به ڪڏهن ڪڏهن، وڏي هوندي ته راند روند صفا ڇڏي ڏنائين. ڇاڪاڻ ته لکڻ پڙهڻ جو گهڻو شوق هوندو هوس. ٻيا ٻار راند روند ڪرڻ ويندا هئا ته هيءُ ڪاغذ ۽ قلم کڻي ويٺو ليڪا ڪڍندو هو. سندس اهو شوق ڏسي، والده کيس طرح طرح جا ڪاغذ ۽ قلم وٺي ڏيندي هئي، ته جيئن سندن لکڻ جو شوق وڌندو رهي. مرزا صاحب لکي لکي ڪيترائي ڪاغذ پري ڇڏيندو هو. هڪڙا ڪاغذ ڦاڙي، وري ٻين تي لکندو هو. سندن ٻيا ياٺر شڪار تي ويندا هئا، پر مرزا صاحب گهر ۾ ويٺو لکندو رهندو هو. سندس هٿ لکڻ تي ايڏو ته هري ويو ۽ ايڏي مشق ٿي ويس جو ڪيترو به لکندو هو ته ٿڪبو نه هو. هڪ ئي وقت ٻه ٽي ڪتاب لکڻ شروع ڪندو هو. هڪڙو ڪجهه حصو لکي، وري ٻئي جو ڪجهه حصو لکندو

هو. اهڙيءَ ريت وري تئين ۾ ڪجھ واڌارو ڪندو هو. اهو ئي سبب آهي جو مرزا صاحب سون جي تعداد ۾ ڪتاب لکيا.

آخوند علي محمد واري مڪتب ۾ سنڌي ۽ فارسي جي ڪجھ تعليم حاصل ڪري پوءِ سرڪاري سنڌي اسڪول ۾ داخل ٿيو. جتي مخدوم قاضي حاجي احمد متعلوي مرحوم وٽ وڌيڪ تعليم حاصل ڪيائين. قاضي احمد ان وقت ان اسڪول جو هيڊ ماستر هو. اتان سنڌي چار درجا پڙهي حيدرآباد جي گورنمنٽ اسڪول ۾ انگريزي تعليم پڙهڻ شروع ڪيائين.

سنڌي تعليم دوران نہ فقط سنڌي بلڪ فارسي ۾ بہ انعام حاصل ڪيائين جيڪي ان وقت جي مشهور شخصيتن ميجر گولڊ سمٿ جيڪو ان وقت تعليم جو انسپيڪٽر يعني ناظم مدارس هوندو هو، اسسٽنٽ ڪمشنر هو پر هيءُ فرض بہ اداڪندو رهندو هو ڪائنس پوءِ مسٽر مور اهوعهدو سنڀاليو، جڳننات ان وقت ڊپٽي انسپيڪٽرهو. مسٽر مور ۽ نارائڻ جڳ ناٿ جي هٿان انعام مليس. اسڪول ۾ سنڌي پڙهندي پنهنجي وڏي ڀاءُ مرزا صادق علي مرحوم کان گهر ۾ انگريزي پڙهڻ لڳو. سنڌي تعليم پوري ڪري جڏهن ائنگلو ورنيڪيولر اسڪول ۾ داخل ٿيو تہ سندس هوشياري ڏسي ڪيس ٻئي ڪلاس ۾ داخل

ڪيو ويو. ان اسڪول ۾ به پنهنجي محنت سان ڪلاس ۾ پهريون نمبر ايندو هو. جڏهن هاءِ اسڪول ۾ آيو ته انگريزي سان گڏوگڏ پنهنجي والد وٽان عربي فارسي پڙهندو رهيو. خاص طور فارسي جي مشهور شاعرن حافظ، صائب، بيدل ۽ فردوسيءَ جو گهرو مطالعو ڪيائين.

جڏهن سنڌي اسڪول گهٽي تعداد ۾ قائم ٿيا ته استادن کي سکيا ڏيڻ لاءِ نارمل اسڪول کوليو ويو. جنهن جو ماستر، ميان محمد هو. بعد ۾ نارمل اسڪول کي ٽريننگ ڪاليج جو درجو ڏنو ويو. اهو ڪاليج اڃا سوڌو حيدرآباد ۾ قائم آهي. سندن گهر جي آمدني ٿوري هئي. پر قناعت ۽ ڪفايت سبب سندن گذر سفر عزت ۽ آبروءَ سان پيو ٿيندو هو. سندن والد پنهنجي اولاد کي تعليم ڏيارڻ ۾ ڪا ڪوتاهي ڪانه ڪئي. ڪيڏو به ڏکيو وقت آيو، ته به مرزا فريدون بيگ ڪنهن کان قرض نه ورتو. ضرورت مهل پنهنجي گهر جا زيور وڪيائين، پر ڪنهن جيءَ آڏو هٿ نه ڊگهيريائين. ڇاڪاڻ ته هن ڏاهي انسان کي خبر هئي ته قرض وڏو مرض آهي. اهي سڀ ڳالهيون مرزا قليچ بيگ اشاري طور پنهنجي مشهور ناول زينت ۾ ڏنيون آهن.

مرزا قليچ بيگ جو والد مرزا فريدون بيگ لکڻ پڙهڻ جو گهٽو ڪم ڪندو هو. باغباني سان به گهڻو شوق هوندو هوس. مرزا قليچ بيگ جي امڙ شاهه لطيف جو رسالو گهڻي

چاهه مان پڙهندي رهندي هئي. وڏي جرئت ۽ همت واري ۽ وڏي عقلمند عورت هئي. اوڙي پاڙي وارا ڪن معاملن تي ساڻس صلاح مشورو ڪندا هئا.

مرزا صاحب جن جي اوطاق تي راڳ ويراڳ ٿيندو رهندو هو. جتي هن ڳائڻ ڪان ڪافيون ٻڌيون. سندن نانو ۽ والد شعروشاعري ڪندا هئا ۽ ڪن فارسي شعرن جي معنيٰ ۽ مطلب تي بحث مباحثو ڪندا هئا. ڪڏهن وري انهن جي يران پنهنجا شعر جوڙيندا هئا. مرزا صاحب ننڍي هوندي کان ئي ذهين ۽ محنتي هو، شعر کيس جلدي ياد ٿي ويندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن سندس نانو کيس چوندو هو ته ڪو شعر ٻڌاءِ ته هُو ٽُڪ ٽُڪ سان ملائي ٻه ٽي شعر ٺاهي پنهنجي ناني کي ٻڌائيندو هو. سندس نانو خوش ٿي کيس مٺائي يا خرچي ڏيندو هو.

مرزا صاحب جڏهن حيدرآباد هاءِ اسڪول ۾ پنجون درجو پڙهندو هو، تڏهن تعليم جو انسپيڪٽر مسٽر مُور اسڪول گهمڻ آيو ان وقت اسڪول جو هيڊ ماستر ڊاڪٽر پينڊارڪر هو. فلٽن کي اسڪول گهمائيندي کيس پنجين ڪلاس ۾ وٺي آيو. اتي مرزا قليچ بيگ جي سڃاڻ ڪرائيندي کيس چيائين ته، ”هيءُ هن عمر ۾ سهڻا شعر چئي ٿو.“ هيڊماستر وٽ مرزا صاحب جا جوڙيل ڪجھ شعر موجود هئا، جيڪي نه فقط سنڌي، پر فارسي ۾

به هئا، سي فلتن کي ڏيکاريائين. پر ان کي يقين نه آيو، هن. سمجهيو ته هيءُ شاگرد پڪ ئي پڪ ڪنهن ٻئي کان شعر لکرائي ٿو. امتحان وٺڻ لاءِ هڪ ڌار ڪمري ۾ وهاري چيائونس ته، "هتي ويهي شعر ٺاهي ڏيکار." ٿوري دير کان پوءِ مرزا صاحب هڪ مناجات تيار ڪري وڃي فلتن کي هٿ ۾ ڏني. نموني خاطر ان مان ڪجھ شعر پيش ڪجن ٿا:

الاهي ڪرم ڪر اسان تي قراري،
آهيون اصل کون سڀ ڏکيا ۽ ڏُکاري.
ڏجئين دين ايمان پنهنجي پرم سان،
ڪسون قلب مان ڪوري ڪيجئن ڪفاري.
ڏکن ڏوجهرن جي خزان ڪئي خرابي؛
پلا آڻ ڪا سک سندي نو بهاري.
چڱائيءَ جو رستو بتائج اسان کي،
ڪريون شال توبه جي ٿُرتئون تياري.
مدد ڏي اسان کي پيادا پرون پيا،
سڀاجها سدائين سڪون ئيَ سواري.
سدا علم جو شوق ڏي تون اسان کي،
سنواري سيکارج، هنر سڀ هزاري.
خداوند تنهنجي اڳيان سڀ نِمون ٿا،
دل و جان توبه ڪري زار زاري.

شعر پڙهي فلتن تمام گهڻو خوش ٿيو. سندس ذهانت ڏسي کيس شاگرد هوندي چاليھ روپيا پگهار تي فارسي جو استاد مقرر ڪيائين. مرزا صاحب ان اُسڪول ۾ بہ پنهنجي محنت ۽ ذهانت سبب وڏا وڏا انعام کٽيا. سال کن فارسي جو استاد رهيو ۽ ١٨٧٢ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. والد جي وفات کان پوءِ بمبئي ويجي اتان جي مشهور ايلفنسٽن ڪاليج ۾ داخلا ورتائين. ان وقت مولوي عبدالفتاح عربي ۽ فارسي پڙهائيندو هو. ٿوري وقت کان پوءِ ان جي جاءِ تي پروفيسر مرزا حيرت استاد مقرر ٿيو. ڪاليج ۾ داخل ٿيڻ بعد مرزا صاحب کي سنڌ مان ويهن روپين جي اسڪالرشپ ملي. ان ڪاليج جا سڀ استاد مرزا صاحب جي ذهانت ۽ محنت سبب کيس گهڻو پيائيندا هئا. خاص طور مرزا حيرت کيس پنهنجي پُٽ وانگر پيارو گهرندو هو. مرزا صاحب جو ڇٺيءَ وارو نالو قليچ خان هو. جيڪو سندس ناني مٽس رکيو هو. پر مرزا حيرت قليچ خان بجاءِ کيس قليچ بيگ ڪري سڏيندو هو. اهڙيءَ ريت سندس نالو قليچ بيگ مشهور ٿي ويو.

مرزا قليچ بيگ جيئن تہ عربي ۽ فارسي اڳ ۾ ئي پڙهيل هو. تنهنڪري فارسي جي پيپر ۾ هُو سؤ مان سؤ مارڪون کڻندو هو. سي بہ مرزا حيرت جي هٿان، جيڪو عربي، فارسي ۽ تُرڪي زبانن جو وڏو عالم هو. ان ڳالھ تي سيني

استادن کي حيرت ٿيندي هئي. جيئن تہ پروفيسر حيرت ترڪي زبان جو وڏو عالم هو، تنهن ڪري قليچ بيگ کي ترڪي جي تعليم پڻ ڏنائين. قليچ بيگ ڏينهن رات جي محنت سان ترڪي زبان جي ايتري ڄاڻ حاصل ڪئي جو ترڪي ۾ شعر جوڙڻ لڳو. بمبئي ۾ مرهٽا ۽ گجراتي شاگرد ساڻس گڏ پڙهندا هئا. قليچ بيگ انهن جي سنگت ۾ سنسڪرت، گجراتي ۽ مرهٽي زبانون پڻ سکيو.

مرزا حيرت تصوف جو گهرو مطالعو ڪيو هو ۽ پاڻ هڪ پڪو صوفي هو. قليچ بيگ پنهنجي استاد وٽان تصوف جي تعليم پڻ حاصل ڪئي ۽ اڳتي هلي تصوف تي سولي سنڌيءَ ۾ هڪ بهترين ڪتاب لکيائين، جيڪو ورهاڱي کان اڳ شايع ٿيو، پر اڃ ڪله اڻ لڀ آهي. ڪاليج ۾ پڙهائي دوران انگريزي زبان جي ايتري ڄاڻ حاصل ڪيائين جو انگريزي ۾ شعر چوڻ لڳو ۽ اهي انگريزي شعر پنهنجي استاد واديا کي ڏيکاري ان کان درستيون ڪرائيندو هو. فارسيءَ ۾ هوشيار هئڻ ڪري پروفيسر حيرت جي سفارش تي کيس بي-اي پاس ڪرڻ کان اڳ فيلو مقرر ڪيو ويو. جتي هو هيٺين ڪلاسن کي، تہ ڪڏهن مٿين ڪلاسن کي فارسي پڙهائيندو هو.

مرزا قليچ بيگ بمبئي ۾ هو تہ سنہ ١٨٧٦ع ۾ سندس والده وفات ڪري وئي. هو ويڪيشن ۾ واپس آيو. کيس ماءُ

جي وفات جي خبر نہ هئي. گوٺ اچڻ تي کين اها ڏک ڀري خبر ملي. سڄي ويڪيشن ڏک ۾ گذاريائين. پوءِ لاچار ٿبئي ويو. ماءُ جي وڇوڙي سبب سنڌيءَ پڙهڻ تي اثر پيو. ساڳئي سال واپس وطن موٽي آيو. ٻہ سال پنهنجي پاءُ مرزا صادق علي بيگ وٽ ڪراچي ۾ رهيو. ڪراچي ۾ رهائش دوران مسٽر حسن علي، مسٽر ڏيارام ۽ ڪجھ ٻين سان سندن سڃاڻ ٿي. مسٽر ڏيارام سنڌ ڪاليج کوليو سندس مرضي هئي تہ قليچ بيگ ان ڪاليج ۾ فارسي پڙهائي. پر مرزا صاحب انڪار ڪيو. ڇاڪاڻ تہ هُن روينيو کاتي ۾ نوڪري ڪرڻ تي گهري. انهن ئي ڏينهن ۾ مسٽر حسن علي سنڌ مدرسو قائم ٿي ڪيو، تہ انهيءَ نيڪ ڪم ۾ قليچ بيگ سندس گهڻي مدد ڪئي.

جيئن تہ مرزا صاحب جي ڀائرن جي مرضي هئي تہ هُو روينيو ۾ نوڪري ڪري، تنهن ڪري انهن ڏينهن جي ڪليڪٽر ڪرنل لامبرٽ کان اجازت وٺي مختيار ڪاري ۽ ڪليڪٽري آفيسن ۾ وڃي اتان جي ڪمن ڪارين جي ڄاڻ حاصل ڪيائين. پوءِ امتحان جي تياري ڪري امتحان ۾ ويٺو. ان سال امتحان ايڏو تہ مشڪل هو، جو سمورا اميدوار ناپاس ٿيا، فقط مرزا قليچ بيگ ڪامياب ٿيو. ٿوري وقت کان پوءِ ڪڪڙ تعلقي جو هيڊ منشي مقرر ٿيو. ان وقت ڪڪڙ شڪارپور ضلع ۾ هو.

پوءِ ٽي مهينا ڪم ڪرڻ ۾ رهڻ کان پوءِ ٿورڙي محنت ۾ مختيار
مقرر ٿيو. جتي پنهنجي ايمانداري نيڪ نيتي ۽ شرافت سبب
غريب توڙي امير ڪاٺس گهڻو خوش ٿيا ۽ دل سان سندس
عزت ڪرڻ لڳا. ٻه ٽي سال اتي نوڪري ڪرڻ کان پوءِ
ٿورا ڏينهن ميهڙ ۾ رهيو، پوءِ جوهي، اتان وري واره بدلي
ٿيس. اتي پڻ ٻه ٽي ورهيه رهيو. ان دوران کيس راڳ جو
تمام گهڻو شوق ٿيو. ٻه ڳائڻ وارا ڇوڪرا پاڻ وٽ رکيائين
جيڪي ڪافيون ڳائيندا رهندا هئا ۽ گشت ۾ به ساڻس گڏ
هوندا هئا. انهن ڇوڪرن کان ڪافيون ٻڌي ڪافيون
ٺاهڻ جو شوق پيدا ٿيس، ڪيتريون ئي ڪافيون
ٺاهيائين جيڪي اهي ڇوڪرا ڳائيندا رهندا هئا. سندس
ڪافيون گهڻو مشهور ٿي ويون. انهن ڇوڪرن کان سواءِ
ٻيا ڳائڻا پڻ سندس ڪافيون ڳائڻ لڳا. اهي ڪافيون
سندس ڪتاب ”سودائي خام“ ۾ موجود آهن.

مرزا صاحب جي سنه ١٨٨٨ع ۾ سردار محمد يعقوب
مرحوم جي ڌيءُ سان شادي ٿي. ان گهر مان مرزا نادر بيگ
۽ مرزا اختر بيگ پيدا ٿيا. پندرهن ورهين کان پوءِ سندن
گهر واري گذاري وئي، جنهن جي وڇوڙي کين سخت صدمو
پهچايو. ١٩ ورهيه ڇڙهو رهڻ کان پوءِ ١٩٠٧ع ۾ پنهنجي
مائٽ مرزا قزل باش بيگ جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائين.
ان گهر مان کين هڪ فرزند مرزا همايون بيگ پيدا ٿيو،

جيڪو هڪ سال کان پوءِ فوت ٿي ويو. ڪجھ عرصي کان پوءِ سندن اها گهر واري فوت ٿي وئي. پوءِ پنهنجن عزيزن جي چوڻ تي ٿين شادي مرزا ڪلب علي بيگ مرحوم جي نياڻيءَ سان ڪيائين. تنهي گهرن مان کين يارهن پٽ ۽ ٽي نياڻيون ٿيون.

مرزا صاحب ٽيھ ورهيہ نوڪري ڪئي. ٥٥ ورهين جي ڄمار ۾ سنہ ١٩١٠ع ۾ نوڪريءَ مان رٽائر ٿيو. پينشن کان علاوه سرڪار کين نواب شاه ضلع ۾ پنج سؤ ايڪڙ زمين ڏني ۽ سندن علمي خدمتن جي ڪري سنہ ١٩٢٤ع ۾ سرڪار کين شمس العلماءَ جو لقب ڏنو.

مرزا صاحب جن نهايت ئي شريف، ايماندار، هڏ ڏوکي ۽ سخي مرد هئا. اديبن، عالمن ۽ شاعرن جي گهڻي عزت ڪندا هئا. پنهنجن هزارن عزيزن قريبن، دوستن ساٿين سان ڀلائي جا ڀيرا ڪندا هئا. هر جمع تي فقير فقراءَ کي خيرات ڏيندا رهندا هئا.

هڪ ڀيري سنڌ جو مشهور شاعر فقير هدايت علي نجفي، تارڪ ساڻن ملڻ ويو، جيئن تہ تارڪ فقيري لباس ۾ هو، ۽ مرزا صاحب سان اڳ ڪڏهن سندس ملاقات نہ ٿي هئي، تنهن ڪري مرزا صاحب کيس فقير سمجهيو. پر عام فقير نہ. مرزا صاحب عام فقيرن کي پئسو ٽڪو آنو ٻہ آنا خيرات ڏيندو هو، پر تارڪ فقير کي روپيو ڏنائين. نہ فقير

صاحب ڪجھ ڳالهايو ۽ نہ وري مرزا صاحب ساڻس ڪا گفتگو ڪئي. تارڪ فقير خيرات وٺي خوشيءَ مان رمندو رهيو. پنهنجي ڳوٺ لعلو رانڪ پهچي کين خط لکيائين تہ، ”هو سندس ديدار لاءِ وٽس ويو هو، وڏي خوشنصيبي جو ديدار جي دولت سان گڏ، ٻي دولت بہ ملي وئي. اوهان جيڪو روپيو عنايت ڪيو آهي، سو منهنجي لاءِ وڏي دولت آهي. اها دولت آءُ ڪڏهن بہ خرچ نہ ڪندس. ڇو تہ اوهان اها دولت وڏي قرب ۽ محبت مان ڏني آهي.“

فقير صاحب واقعي اهو روپيو سڄي ڄمار سانڍي رکيو. ان کان پوءِ سندن خط و ڪتابت ٿيندي رهي. سنہ ١٩٢٠ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ جڏهن پهرين ڪُل سنڌ ادبي ڪانفرنس مرزا صاحب جي صدارت ۾ ٿي تہ ان موقعي تي فقير صاحب وٽي ساڻن مليو. ان کان پوءِ مرزا صاحب جڏهن.وارهہ ۾ مختيار ڪار ٿي آيو تڏهن سندن گهڻيون ئي ملاقاتيون ۽ ڪچهريون ٿيون. هڪ ٻئي کي پنهنجو ڪلام ٻڌائيندا هئا ۽ ادبي روح رهاڻيون ڪندا رهندا هئا.

مرزا صاحب ۽ تارڪ فقير ٻنهي نينهن جو ناتو خوب نڀايو. فقير صاحب جي دل ۾ مرزا صاحب لاءِ بيحد عقيدت ۽ محبت هئي. مرزا صاحب بہ فقير صاحب کي گهڻو پيارو ڪرندو هو. هڪ ڀيري فقير صاحب کي مرزا صاحب جو آلبم ڏنو ويو. جنهن ۾ مرزا صاحب جون ننڍپڻ کان پيريءَ

تائين واريون تصويرون موجود هيون. تارڪ فقير اهو آلبم ڏسي هر هڪ تصوير تي هڪ بيت ۽ هڪ رُباعي چئي. هر هڪ شعر ۾ تارڪ فقير مرزا صاحب سان وڏي محبت ۽ عقيدت جو اظهار ڪيو آهي.

مرزا صاحب جڏهن روهڙي ۾ مئجسٽريٽ هو، تڏهن پيرل فقير ڦل پوٽو ڪنهن ڪيس سبب حاضريءَ تي آيل هو. پيرل فقير ڦلپوٽو سنڌي زبان جو پيارو شاعر هو. عشق سندس اندر اڌ ڪري ڇڏيو هو. ڏاڍيون درد ۽ سوز واريون ڪافيون چيائين، جن مان ڪي ڪافيون سڄي سنڌ ۾ مشهور هيون.

مرزا قليچ بيگ ڪيس هلائي ٿڪ پيڻ خاطر پيرل فقير جي ڪا ڪافي جهونگاري رهيو هو. ڪافي جهونگاري پوري ڪيائون تہ ناٺڪ کين چيو تہ سائين، ”هينئر اوهان جنهن شاعر جي ڪافي جهونگاري ريا هئا، سو پيرل فقير ڦلپوٽو جوابدار جي حيثيت ۾ هتي آيل آهي. حڪم ٿئي تہ سڏ ڪيانس.“ مرزا صاحب چيس تہ، ”جلدي سڏينس.“ پيرل فقير نهايت ئي ادب ۽ احترام سان اچي حاضر ٿيو. مرزا صاحب سائس ادبي رهاڻ ڪئي ۽ فريادي ڌر کي، گهرائي ٻنهن جو راضي نامو ڪرائي ڇڏيائين. اها ڳالهہ بنده ليکڪ کي پياري دوست عطا محمد ڀنيري جي چاچي حاجي مير خان ڀنيري ١٩٥٨ع ۾ ٻڌائي هئي.

مرزا صاحب ڪيسن جو فيصلو نهايت ئي ايمانداريءَ سان ڪندو هو. ڪنهن بہ شخص ڪي چڙ، ڪاوڙ يا دشمنيءَ سبب سزا نہ ڏنائين. ڪيس هلائڻ لاءِ ڏرين ڪي حاضريون ڏيئي اجايو نہ رلايائين. هُو فوجداري ڪيسن ۾ ان ڳالھ جو خاص خيال ڪندو هو تہ جيئن ڪنهن بي ڏوهي ڪي سزا نہ ملي. ڪنهن سان بي انصافي نہ ٿئي. اڪثر نماز پڙهي الله تعاليٰ کان دعا گهرندو هو تہ جيئن فيصلو حق ۽ انصاف موجب ٿئي. سرڪاري نوڪريءَ ۾ رشوت ڪان پري رهيو. ان دور ۾ جڏهن ڪو آفيسر گشت تي نڪرندو هو تہ ان آفيسر جا زيردست ۽ نوڪر چاڪر غريبن لاءِ عذاب بڻجي ويندا هئا. مرزا صاحب ان ڳالھ جو خاص خيال رکندو هو تہ اهڙن موقعن تي غريبن کي ڪا تڪليف ڪانہ پهچي. زميندارن جي مهماني وغيره بہ قبول نہ ڪندو هو. ۽ نہ وري ڪنهن وڏيري کي پاڻ وٽ مهمان ڪرڻ پسند ڪندو هو. جدا جدا منزلن تي هندو پنچائت پٽاشن ۽ مصريءَ جا ٿالھ آڻيندي هئي تہ اهي سڀ شيون ان ئي مهل اسڪول موڪلي ڏيندو هو تہ شاگردن ۾ ورهايون وڃن. پنهنجن بالا آفيسرن جي ڪڏهن ڪا خوشامد ڪانہ ڪيائين، نہ ڪنهن کي خوشامد خاطر سوکڙي پاکڙي ڏنائين ۽ نہ وري ڪنهن زميندار يا هيٺين ڪاموري کان ڪا سُوکڙي ورتائين. سمجھ وارا عملدار مٿس مهربان هوندا هئا؛ پر

ڪُي خوشامد پسند ڪامورا سندس انهيءَ هلت کي مغروري سمجهي ساڻس ناراض رهندا هئا. پر ڪيس ان ڳالھ جو ڪو فڪر نہ هوندو هو. ڇاڪاڻ تہ سندس ضمير مطمئن هوندو هو. مرزا صاحب ننڍي هوندي کان ئي نماڻو، نهٺو نرم دل ۽ ٿورڳالهائو هو. دنيا جي لالچ ڪانہ هوندي هيس، تنهن ڪري پئسي ميڙڻ جي پٺيان نہ پيو. وڏي عهدي، وڏي درجي يا لقب لاءِ دل ۾ خواهش پيدا نہ ٿيس. تنهن ڪري انهن لاءِ ڪا ڪوشش ڪانہ ڪيائين. هُو هر حال ۾ خوش رهندو هو. سندس هڪ رباعي آهي:

تون حرص ۽ هوس جو دل ۾ ڪو ساز نہ ڪر
خود بيني ۽ خود فروشي آغاز نہ ڪر
جي تنهنجي مراد ٿي نہ پوري، نہ پڪار
آئين تون نياز لاءِ هٿ، ناز نہ ڪر.

مرزا صاحب جي شروع کان ئي لکڻ پڙهڻ سان دلچسپي هئي، تنهن ڪري ڪتابن گڏ ڪرڻ جو شوق وڌندو رهيس. عربي، فارسي اردو، ترڪي ۽ ٻين ٻولين جا ڪتاب خريد ڪري پڙهندو رهيو. سڄي عمر نوان ڪتاب گڏ ڪندو رهيو. سنڌ جا ليکڪ سندس وڏي عزت ڪندا هئا، جيڪو ڪتاب لکندو هو، سو هڪڙي ڪاپي مرزا صاحب کي موڪلي ڏيندو هو. ناول ۽ قصا گهڻ پڙهندو هو. ڪيس حڪمت، فلسفي، اخلاق ۽ مختلف مذهبن بابت لکيل

ڪتاب گهڻو پسند هئا. ڪتاب تمام تڪڙو، پر ڌيان سان پڙهندو هو. خاص جاين تي نشان ڪندو ويندو هو. ڪتاب پوري ڪرڻ کان پوءِ اهي حصا نوٽبڪن تي نقل ڪري ڇڏيندو هو. اهڙن چونڊ ٽڪرن جا ٻه ڪيترائي نوٽبڪ تي ويا. ان کان علاوه ١٩٦٠ع کان روزاني ڊائري لکندو رهيو. اهي ڊائريون ان دور جي سياسي ۽ سماجي واقعن بابت قيمتي دستاويز آهن. مطلب ته پينشن وٺڻ کان پوءِ مرزا صاحب ٻارن ٻچن جي تعليم ۽ تربيت، خلق جي سڏاري کان سواءِ خاص لکڻ پڙهڻ سان شوق رکيو. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو مرزا صاحب ٤٥٧ ڪتاب لکيا. اڄ ڏينهن تائين ڪنهن ٻه سنڌي عالم ايترا ڪتاب نه لکيا آهن. ظاهري طور ائين لڳي ٿو ته اهو ڪم انساني هٿن کان ممڪن نه آهي. اهڙو ڪم ڪو ڪمپيوٽر ئي ڪري سگهي ٿو. پر هيءَ هڪ حقيقت آهي ته مرزا صاحب پنهنجن هٿن کان ڄڻ ڪمپيوٽر جو ڪم ورتو. اهو ئي سبب آهي جو سندن دوست ديوان ڪوڙو مل چرچي طور کين ”ڪتابن جوڙڻ جي ڪَلَ“ سڏيندو هو.

مزا صاحب اسڪول ۾ تعليم حاصل ڪرڻ دوران ڪتاب لکڻ شروع ڪيا، ان کان پوءِ لڳاتار لکندو رهيو. ڪجھ ڪتابن تي سرڪار طرفان کيس انعام اڪرام پڻ مليا. ڪاليج ۾ پڙهندي شاگردن لاءِ علم عروض

(شاعري ۽ جي علم) ۽ گرامر تي ڪتاب لکيائين جي اُتي ڇپيا. سي شاگردن توڙي عام پڙهندڙن لاءِ ڪارائتا ثابت ٿيا. مُلن جي مڪتبن جاري ٿيڻ ڪان پوءِ ڪيترا ڪتاب خاص انهن مڪتبن جي استادن ۽ شاگردن لاءِ لکيائين. ڪي ڪتاب زنانن مڪتبن لاءِ لکيائين جو مسلمانن ۾ تعليم جو شوق تمام گهٽ هو ۽ ان ڳالهه جي سخت ضرورت هئي ته مسلمانن ۾ تعليم جو شوق پيدا ڪجي. ڪي ڪتاب سرڪار جي چوڻ تي لکيائون، جن تي ڪين انعام مليا. ڪي تعليم کاتي، ٽيڪسٽ بوڪ طور، انعامي ڪتاب طور يا لائبريري بوڪ طور منظور ٿيا.“ ان کان علاوه خاص سوسائٽين ۽ جلسن ۾ لکيل تقريرون ۽ ڪتابن جا ديباچا ۽ تمهيدون لکيائون، جي سڀ گڏي هڪ ڪتاب تيار ڪيائون. جنهن جو نالو تقريرون ۽ تحريرون رکيائون.

سندن ئي حياتيءَ ۾ ٻه سؤ کن ڪتاب شايع ٿيا. شروع ۾ سندن ڪتاب ماستر پوڪرادس شڪارپور واري ۽ ماستر هريسنگهه سکر واري پئي ڇپرايا. پوءِ ٻين پريسن ۾ ڇپيا جهڙوڪ الحق پريس يا وڪٽوريا پريس سکر، قيصريه پريس، اسٽنڊرڊ پرنٽنگ ورڪس ۽ پريميئر پريس حيدرآباد ۽ ڪراچي جي ڪن پريسن، ڪمشنر جي پريس يا ڪن پريسن ۾ ڇپيا. سندن ڪي ڪتاب

لاهور ۾ پڻ ڇپيا. اهي سڀ ڪتاب پريس وارن ڪي بنان معاوضي ڏنائون.

ڪتابن لکڻ جو شوق شهرت يا نالو پيدا ڪرڻ خاطر نه هون، پر هن چاهيو ٿي ته واندڪائي جي وقت ۾ سٺو ڪم ڪرڻ گهرجي. بيشڪ لکڻ پڙهڻ سٺا ڪم آهن. ان مان نه فقط پاڻ کي فائدو پهچي ٿو، پر لکيل ڪتابن مان لکين انسان فائدو حاصل ڪن ٿا. سندس نظر ۾ علميت وڏي دولت هئي ۽ جيڪي ڪتاب هن لکيا، سا دولت هن ڇڻ ته ضرورت مندن ۾ ورهائي کين مالامال ڪيو. هن هيٺ سندن ڪجھ ڪتابن جي مختصر طور سڃاڻ ڪرائي وڃي ٿي.

## مقالات الحڪمت

هن ڪتاب جو اصل مصنف لارڊ بيڪن آهي. مرزا صاحب هن ڪتاب جو انگريزيءَ کان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. هن ڪتاب جو دنيا جي ڪيترين ئي ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي. هن ڪتاب ۾ عقل دانائي ۽ فلسفي متعلق مضمون ڏنل آهن.

## انڪواري آفيسر

هيءُ ناٽڪ جو هڪ ڪتاب آهي جو روسي اديب ”گوگول“ جو لکيل آهي. ان جو انگريزي زبان ۾ ترجمو

ٿيو. مرزا صاحب انگريزيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. ترجمو اهڙو ته سهڻو ۽ سؤلي سنڌيءَ ۾ ڪيو اٿن جو هيءُ ڪتاب ترجمو نه بلڪ اصلوڪو پيو لڳي. هي خاص خوبي اها آهي ته ان ۾ مقامي ماحول ڏيکاريو ويو آهي. هڪ تعلقي جا ننڍا وڏا ڪامورا ڪيئن رشوت ونن ٿا. پوءِ انڪواري آفيسر اچڻ جي ڊپ ۾ ڪهڙيون تياريون ڪن ٿا ۽ ڪهڙيءَ ريت هر هڪ ملازم پنهنجا پرڪار پڌرا ڪري ٿو ۽ آخر ۾ ڪيئن هڪ اخباري رپورٽر کي انڪواري آفيسر سمجهي ڦرجي ويجن ٿا ۽ اهو سچو اخباري نمائندو سيني کي ڦري خوب پئسا گڏ ڪري اتان هليو ويجي ٿو. پوءِ جڏهن اصلي انڪواري آفيسر اچڻ جو پتو پوين ٿو، ته سڀ وائڙا ٿي ويجن ٿا. هن ناٽڪ ۾ رشتو تخور ڪامورن جي چٽي تصوير پيش ڪئي وئي آهي.

زينت

هيءُ ناول مرزا صاحب روهڙي ۾ لکيو هو. اتي صحت النساءَ نالي پيو ڪتاب پڻ لکيائون. جنهن ۾ ٻارن جي ڄمڻ ۽ انهن جي پرورش ۽ تعليم تربيت جو ذڪر آهي. زينت ۾ زينت واري ڪردار جي ذريعي هڪ پڙهيل ڳڙهيل سگهڙ، روشن خيال ۽ سجاڳ ڇوڪريءَ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. هن ناول جي پهرين حصي ۾ زينت جي ذاتي خوبين

گهرو حالتن ۽ سندس شاديءَ جو احوال ڏنو ويو آهي. هن حصي ۾ شادي جي اڏنگين ريتن رسمن جو ذڪر ڪندي انهن ۾ سڌاري آڻڻ جي صلاح ڏني وئي آهي. مثلاً ننڍي وهي جي شادي، سڱ ڏيڻ لاءِ ذات پات، ڌن دولت ۽ پنهنجن پراون جوفرق سارڻ، شاديءَ جي معاملي ۾ عورت ۽ مرد جي رضامندي ۽ قبوليت نہ وٺڻ، ڇوڪرين کي تعليم نہ ڏيارڻ، شاديءَ ۾ اجايا خرچ ڪرڻ، ڇوڪرين کي پردي جو پابند بنائڻ وغيره.

ٽئي حصي ۾ زينت ۽ سندس مڙس علي رضا جي وچ ۾ جدائي ٿي وڃي ٿي. زينت هر قدم تي ڏک ڏولاوا ڏسي ٿي. پر جيئن تہ هُوءَ پڙهيل ڳڙهيل هئي، تنهن ڪري هر مصيبت جو مقابلو ڪندي رهي. نيٺ وڃي پنهنجي مڙس سان ملي ٿي. ٽين حصي ۾ عورت جي سماجي حيثيت کي اڀاريو ويو آهي ۽ تعليم عام ڪرڻ جو سبق ڏنو ويو آهي.

## سائو پن يا ڪارو پنو

هن ڪتاب ۾ مرزا صاحب پنهنجي آتم ڪهاڻي نهايت ئي سچائي ۽ ايمانداريءَ سان لکي آهي. پنهنجن وڏن جو احوال، نوڪريءَ جي ڏينهن جو احوال، ان دور جا ڪي معزز ماڻهو، پنهنجون عادتون ۽ خواهشون، خيال ۽ رايا، پنهنجن ڪتابن، تقريرن ۽ تحريرن جي يادداشت ۽ ڪتنب جو

شجرو زوزاني ڊائريءَ جا چوند ورق وغيره اهو سمورو مواد هن ڪتاب ۾ ڏنل آهي. مطلب تہ هن ڪتاب ۾ مرزا صاحب پنهنجي احوال سان گڏوگڏ ان دور جي علمي، ادبي سماجي، ثقافتي ۽ تعليمي حالتن تي سهڻي نموني روشني وڌي آهي.

## شاه جو رسالو

مرزا صاحب وڏي محنت ۽ جاکوڙ ڪري شاه لطيف جو ڪلام گڏ ڪيو. هن رسالي ۾ شاه لطيف جو گهڻي ڪان گهڻو ڪلام ڏنل آهي. ان کان علاوه ڪن ٻين شاعرن جو ڪلام پڻ رسالي ۾ شامل آهي.

## احوال شاه عبداللطيف ڀٽائي

انگريزي ۽ سنڌي زبانن ۾ شاه لطيف جي سوانح تي ڪتاب لکيائين. هن ڪتاب جو پنجون ڇاپو ١٩٨٧ع ۾ شاه عبداللطيف ڀٽ شاه ثقافتي مرڪز پاران شايع ٿيو. هيءُ ڪتاب مختلف بابن ۾ ورهايل آهي. پهرين پنجن بابن ۾ شاه سائين جي سوانح ڏني وئي آهي. باقي حصي ۾ شاه سائين جي رسالي، ان جي سُرن جي مضمونن ۽ تصوف جي نڪتن جي سمجهاڻي ڏنل آهي."

## لغات لطيفي

هن ڪتاب ۾ رسالي جي هر هڪ سُر ۾ آيل ڏکين لفظن جي معنيٰ ڏني وئي آهي.

## شاهه جي رسالي جي ڪُنجي:

هيءُ ڪتاب شاهه جي رسالي جي اندر ڪس ڇپئي سگهجي ٿو. ڪتاب ۾ مختلف لفظ ڏنل آهن. هر هڪ لفظ اڳيان ڇاڻايل آهي تہ اهو ڪٿي ڪتب آيو آهي. شاهه سائين جي رسالي کي سمجهڻ لاءِ هيءُ ڪتاب نهايت ڪارائتو آهي. هيءُ ڪتاب اڄ ڪلهه اڻ لڀ آهي.

## لطيفي لات

هن ڪتاب ۾ شاهه سائين جا اهڙا بيت گڏ ڪيا ويا آهن، جيڪي مختلف موقعن تي مثلن ۽ چوڻين طور ڪم اچن ٿا.

## لغات قديمي

هن ڪتاب ۾ سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعرن جي ڪلام ۾ آيل ڏکين لفظنجي معنيٰ ڏني وئي آهي. سنڌي لغات جو هيءُ هڪ بهترين ڪتاب آهي. جو اڄ ناياب آهي. ان ڳالهه

جي سخت ضرورت آهي تہ مرزا صاحب جاسمورا ڪتاب ڇپرايا ويجن. مرزا قليچ بيگ سنڌي زبان ۽ ادب کي مالا مال ڪرڻ لاءِ هر موضوع تي ڪتاب لکيا. بيشڪ سنڌين تي سندن وڏا احسان آهن. سندن هر هڪ ڪتاب جي سيڃاڻ ڪرائي ويندي تہ هڪ وڏو ڪتاب تيار ٿي ويندو. تنهن ڪري مٿي نموني طور سندن ڏهاڪو کن ڪتابن جي مختصر سيڃاڻ ڪرائي وئي آهي.

مرزا صاحب جي زماني ۾ باب نامو ايسپ جون آکاڻيون، سيڪائتو نروار، ڀنڀي زميندار جي ڳالھ، ڌرتي نروار بہ تي گرامر ۽ انگي حساب جا ڪتاب موجود هوندا هئا. ان دور تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿيندو تہ سنڌي زبان ۾ معياري ڪتابن جي کوٽ هئي. ان کوٽ جي پُورائي لاءِ مرزا صاحب جيڪا محنت ڪئي، سا مثالي آهي. هن ادب جي هر صنف تي ڪتاب لکي، سنڌي نثري ادب کي هر لحاظ سان شاهوڪار بڻائي ڇڏيو. سندس شاعري پڻ اعليٰ درجي جي آهي. اها بامقصد آهي. هن پنهنجي ڪلام ذريعي زندگيءَ جي صحيح ترجماني ڪئي آهي. سندس ڪلام گهڻي ڀاڱي اخلاق ۽ نصيحت وارو آهي. عالمن جي آفتاب مرزا قليچ بيگ ٣ جولاءِ سنہ ١٩٢٩ع ۾ وفات ڪئي. آخر ۾ سندن بہ غزل نموني طور پيش ڪجن ٿا.

## مڪتبُ جي ٻارن لاءِ شام جي دعا

يا الاهي! شُڪر تنهنجو ٿا اسين آڻيون بجا،
ڏينهن جو پورو ٿيو ڪم، ٿي ملي موڪل اجها.
مهِر سان پنهنجي تون ڏي توفيق اسان کي تا ڪريون،
هر طرح ان تي عمل، جيڪي اسين آهيون سِکيا.
جي چڱيون ڳالهيون پڙهيون ٿئون، سي وساري نا ڇڏيون،
۽ ٻڌايون مائٽن کي، سي مِٽن کي تِن سوا.
پڻ رکئون پاڻئون وڏن جو نِت ادب، تعظيم ڏئي،
پاڻ جيڏن سان ڪريون رانديون، خوشيءَ مان ۽ مزا.
لفظ بد واتئون ڪڍون ڪو ڪونہ، سچ ڳالهايون نِتُ
۽ نماڻا ٿي محبت سان هلون پڻ جابجا.
پاڻ ۾ آهيون سيئي ڀائر، رهون پڻ ان طرح،
ڏک ۾ همدردي ڪريون، واهر ڪريون هڪ ٻئي کي ڪا.
وقت بيڪاري ۽ سستيءَ ۾ وڃايون ڪينڪي،
بندگي تنهنجي ڪريون يا رب! گهُرون تو کان دُعا.
ڪر هدايت، چئي قليچ ۽ ڏي چڱائيءَ جا خيال
فضل سان ڪرتون سعادت مند اسان کي يا خدا!

### نصيحتون

ڪر نہ بيهودي بڪ نہ آهين يَٽُ،

ماٺ ۾ رهُ، هڻ نہ ٻتاڪ يا زَٽُ،
ڏي ٻين کي تہ ڏيئي الله وڏيڪ،
گھر نہ ڪنهن ڪان، نہ وٽ تون هٿندو جَهٽُ
ڪن جي چوري، چڪاري، ڦُر ۽ لُٽ،
تن کي آخر ڪري ڏٺي تو چٽُ
پَٽ هجين مَرُ تون ڪنهن شهنشاهه جو،
پنهنجو جوهر تون ڪڍ، گھرين جي چَٽُ.
فخر ڪر ڪين، جو مِٽيءَ ۾ مَٽُ،
بي هنر بادشاهه هوئي ادنيٰ،
هوئي هنر وارو اعليٰ ڪُرّمي جٽ.
صاف دل ۾ ڪدورت ۽ ڪينو،
صاف پاڻيءَ ۾ جيئن پوي تو لَٽُ.
ٻُڌ نصيحت قليچ جي اي دوست!
ڪر عمل، لاهه قلب تان تون ڪَٽُ.

# سنڌ جا سپوت

١. شاهه عبداللطيف ڀٽائي
٢. سچل سرمست
٣. شاهه عنايت شهيد
٤. مرزا قليچ بيگ
٥. جنرل هوش محمد شيدي
٦. دولهه دريا خان
٧. مخدوم بلاول
٨. حيدر بخش جتوئي
٩. مولانا عبيدالله سنڌي
١٠. دين محمد وفائي
١١. علامه آءِ- آءِ- قاضي
١٢. قائد اعظم محمد علي جناح
١٣. علامه عمر بن محمد دائود پوٽو
١٤. پير حسام الدين شاهه راشدي
١٥. ذوالفقار علي ڀٽو

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ہَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Club Exclusive نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ ٻين وٽ پهچائڻ جي ڪوشش ۽ ان ڪم ۾ جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها تُوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)